٤- ڪهي نيڻون لهڻجي درشن جي، مهما اپرا پار
دکڙا سڀئي دور ڪري ٿي، الله جو ڀنڊار.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٨١-

ٽل- آهي هي وڪنٺ جي سمر،
ستسنگ جو ديوان.

١- وشنو وڪنٺ مالڪ براجي- ستگر ستسنگ جان
ڀڳتيءَ روپ ۾ لڇمي آهي- سيوڪ هن دربان.
٢- شب گڻ مالڪ موتي آهن- امرت آتم گيان
ساڌو پريمي هر گڻ سمجهو- ويد منتر گڻ گان.
٣- پاپي وڪنٺ وڃي سگهي نا، پڄي وڃي پرڌان
ليڪ ستسنگ ۾ نا سولهي- پريمي پاوي مان.
٤- مايا جا سک وڪنٺ ۾ هت- ڀڳوان مهان
ڪهي نيڻون ستسنگ جي مهما- ڳائن ويد پران.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٨٢-

ٽل- آهي آهي هت هرڪو پيارا- دم پل جو مهمان.
١- سڪالي ٿي سڄر ڪرڻ لاءِ- سڀ ڪو آيو آهه
منزل ڪاني اصلي گهر ڏي- ليڪ هلي انسان.
٢- ڪٽنب قبيلو ماڻي بندو- ساڻ هلي نا ڪو
مال خزانا سمجھ سڀئي- سپني جو سامان.
٣- جڳت مسافر خاني ۾ تون- موهه نه رک ڪنهن سان
ڪهي نيڻون ستگر جي سنگ ۾- ڪر پنهنجو ڪليان.



## راڳ ڀيروي ڀڄن ٨٣-

ٽل- پريمي پراڻي- تون هر دم مک سان،
رام نام هي بول.
١- رام ڀڄن ۾ من ڪر استر، وترڪ نا تون ڏول
رام نام جو امرت پي پي، سر پنهنجي کي گهول.
٢- سنتن ۾ شري رام رهي ٿو، ٻاهر نا تون ڦول
تن من ڌن جي ڀيٽا ڏيئي، رام نام وٺ مول.
٣- ڪهي نيڻون شري رام سمر تون
رهي رام جي ڪول
رام بنا جڳ مالهه اجايو، مانش جنم نه رول.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٨٤-

ٽل- جاڳي جاڳي هي پريتم پيارا، پنهنجو ڀاڳ سڄاڻ.
١- پنهنجي ڀاڳ سڄاڻڻ ڀاڄهون، ڪوڙ لڳي ڪلياڻ
چاهي جپ تپ ساڌن ساڌي، پڙهي ڪر وکيان.
٢- ٻهراڻ ڀاڳ سڄاڻج پنهنجو، صاحب کي اي سڄاڻ
صاحب ڄاڻڻ سوکو آهي، اوکو ڄاڻڻ ڀاڳ.
٣- پنهنجي ڀاڳ سڄاڻڻ خاطر، ستگر ڪر ۽ سڄاڻ
سر ڏيئي تون شبد وٺي ڪر، سمرڻ سواسن ساڻ.
٤- پنهنجي ڀاڳ سڄاڻڻ ۾ ئي، پرڙدو آهي ڀاڳ
ڪهي نيڻون تون ڀاڳ وڃائي، ڀانيج پنهنجو ڀاڳ.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٨٥-

ٽل- آهي آهي هي گرمک! سڀ ۾، آتم جو ديدار.

١- باغ باغيچا درخت بوٽا، ٽڙ لالا ٻن ڏار
رنگ رنگ جي هر ڦولن ۾، آ آلم جو هيڪار.
٢- ماکي مصري شڪر مٺائي، کٽ رس ٻوٽن چار
طرح طرح جي سوادن ۾، آ آلم جو رس سار.
٣- ٽمڪون ڀلڪون سج چنڊ تارا، ڏيهڪ اگن اپار
پالت پالت جي جوتين ۾، آ آلم جو چمڪار.
٤- ڪهي نيڻون رنگ قدرت جا جي، ڪهڙا اي شمار
قسم قسم جي کيلن ۾، آ آلم جو اسرار.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٨٦-

ٽل- پياري پياري ٽون سنتن جي سنگ،
من ڀڄهوي کي مار
١- من گهوڙي جيئن چنچل ڏاڍو، ڏلڳي هلي رفتار
ووڪ جو لڪون چابڪ ماري، لئو لگام سان لاڙ.
٢- من زهريلو سرپ برابر، ڀوڳ وشيه ڀنڊار
منتر مرليءَ سان لکهن موليي، ستسنگ جيڙيءَ ڌار.
٣- من بکيءَ جيئن اڏري هرهنڌ، آسا پنڪ پسار
جوڳ جگت جي چار قاسائي، ستيم ڀيري دار.
٤- ڪهي نيڻون من هاٿيءَ جيئن تو، مست ڦري هروار
برهم گيان جو ڪنڊو ماري، مستي لکهجي ٽار.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٨٧-

ٽل- ٻرٻو ٻرٻو مان هر دم لکهجي، قدرت تان قربان.
١- قدرت لکهجيءَ آهه رچايو، سارو هيءُ جهان



قدرت ۾ قدرت جو رکيل، آهي سڀ سامان.
٢- قدرت ون ٽڻ قدرت گل ڦل، قدرت سڀ سرهاڻ
قدرت ڀنورا قدرت مالهي، قدرت گل استان.
٣- قدرت ڌرتي اگن هوا ۽، قدرت جل آسمان
قدرت سج چنڊ تارا ٻجلي، قدرت ٽن من پران.
٤- ڪهي نيڻون ڌن قدرت لکهجي،
ڌن ڌن ٽون ڀڳوان،
قدرت ۾ سڀ کيل ڏسي تو، هرڪو ٿئي حيران.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٨٨-

ٽل- ڪر ٽون ڪر ٽون من مهڄا هر دم،
سنتن جو ستسنگ.
١- سنتن جو سنگ آ سکدائي- من کي ڏئي امنگ
سنتن جي ستسنگ مان هر دم- چڙهي رام جو رنگ.
٢- ساڌ سنگت جي شيوا ڪر ٽون- ٿي لمڪام لسنگ
ممڪ جو سنگ مور نه ڪر جو- وڃهي ٽاٽن ۾ ڀنگ.
٣- موهه ممت ۾ ڦٿ نا ڦاسي- ڏسي دنيا جو ڍنگ
مايا ڪاري ناڳڻ آهي- هٽي ڏکن جو ڏنگ.
٤- ڪهي نيڻون لت سنتن در تان- دان نام جو منگ
ٻاو ڀڳت گڻ گيان غريبي- ڪرم ڌرم جو انگ.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٨٩-

ٽل- پياري پياري ٽون مايا ٺڳائي- رام جو وٺ آڌار.
١- رام ٻنا سک ڪهين نه پائو- ڪري ڏسج ويچار

مايا ۾ جو ڦاسي ٿو سو- پائي ڏوک اپار •

٢- مايا پرڀوءَ کان ٿي ڀلائي- وجھي موھہ جو جار
پنھنجي وس ۾ ڪري سڀن کي- پھچائي جم دوار.

٣- مايا موھيا رشي مني ٻ- پڙھيل پنڊت ھوشيار
ورلو ڪو ويراڳي تنھن کان- لکري ٿيو نروار •

٤- کھي ٽيڪون گر ڪرپا سان تون- سمرج سرجڻ ھار
مايا جا سڀ ھنڌن ٽوڙي- پائج پد نرڌار •

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٩٠-

ٿل- اوکي سوکي ھي پريتم پيارا- پنھنجي ٽوڙ نڀاءِ •

١- نوڪ دليا جا ڇا ٻي ڪن پيا- تنھن ۾ من نہ لڳاءِ
سڀ ڪو ڀوڳي پنھنجي ڪرڻي- تون نا جيءَ جلاءِ

٢- ھرد ۾ پنھنجو پاڻ پلج تون- ٻي کي نا سمجھاءِ
ڳالھہ وٽي نا جيڪا لوڪي- تنھن کان پاڻ بچاءِ •

٣- ڪيڇ گذري ڪيڇ گذري ويندي- من ۾ نا گھٻراءِ
ٿوري جيڻ خاطر ڀر کان- منھڙو ڪين مٽاءِ •

٤- ليھن ليڻ ۾ سختيون اچن جي- تنھن ۾ دل نہ منجھاءِ
کھي ٽيڪون سڀ سر تي سھہ تون- پٺتي پير نہ پاءِ •

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٩١-

ٿل- سيو سياڻن نہ ملي سيو سياڻن .

١- جنھي اڳڻ الد ر گرو سنت اچن ٿا،
پريم ڀاو ڀڳت ڏسي- درسن ڏين ٿا
تنجا جنم جنم سدا ڀاڳ کلن ٿا،



مکہ سان مھما ڪھڙي ڪيان- سندي وڏراڻن •

٢- جنھنجو من سنت گرن اڳيان لمي ٿو،
ڇڏي ڪرڪ درشٽي سدا چرن چمي ٿو
ڪري تنجي سيو سدا سنگ گھمي ٿو،
کھي ٽيڪون لن آ ڀالو مھبتي ماڻن •

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٩٢-

ٿل- ٻلھار سا ٿار ٿار ھو ھتيءَ کي-
چوڙالا ڀڄايو شڪرڌ وج گھتيءَ کي •

١- رکي سمت ساوتري ازل سان لڙي سا-
ڪري جھد زبرا وتي ور وري سا
ڇٽي سنت ڌن تنھن سارا ھن ستيءَ کي

٢- ڪري ڀڳت تورل ھتي ديو تاريو
ڏيئي ٻوڌ ور کي مدالسا اپاريو
کيو ٿانءُ روشن، ڌاري اوچ متيءَ کي:

٣- ستيہ سان ستيو ليءَ سورج کي ڇپايو
ڪٽي ڪوڙه ھتيءَ جو سندر ٿن ھٽايو
ڪٽيو جس جڳت ۾ رکي پريم رليءَ کي•

٤- ڌن سا سندر نار ڪرم شڀ ڪمائي
کھي ٽيڪون مڪتي ڪنت جي ڪرائي
رکي مرم من ۾ ناري دل لتيءَ کي •

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٩٣-

ٿل- وڃ ستگر کان ٿون گيان، ميٽي لن من جو ايمان





ڏيندو ستگر بن نہ ڪڏهين، تنهنجو ڪليان.

١- گيان ٻنا نہ موکشہ ٿئي تو،
ستگر بن نا گيان ڏئي ڪو
ڌر ستگر جو تون ڌيان، جاڳي تنهنکي سم ڀڳوان.

٢- ستگر سوچي ڪر تون پورو،
برهم نشٺي شروتري سورو،
مڃ تنهنجو تون فرمان، ڪڍي دل مان غير گمان

٣- پوري گر جي پوري ڀڳتي،
شرڌا ڌاري پائج مڪتي،
ميٽي اندر جو اگيان، لهہ تون پورن پد نرٻان.

٤- ستگر بن نا جيو ترئي ڪو،
ڪهي نيئون لکين يتن ڪري ڪو
اهو نشچو ڪر پڪ ڀان، ڪيو ويدن هي وکيان.

## راڳ ڀيروي پدن ٩٤-

ٽل- پريو ڪر سوال پورو سواليءَ جو،
داتا ڏي دان محبت ماليءَ جو.

١- آهيان پريو تنهنجي شرڻي، رک مالڪ پنهنجي چرڻي
ڪر معاف مدايون منهنجون؛
جيئن پوي نہ جم جي ڀرڻي
حال ٻڌاليءَ جو ڪو نهي ڪو حال مون ٻڌاليءَ جو.

٢- تو گنڪا شبري تاري؛ ۽ ڪرمان ڪبڙي ڪاري
اهليا ٻي پار اڪاري، ڏيئن مولکي تار مراري



آسرو واليءَ جو آهي مون آسرو تو واليءَ جو.

٣- آهيان جهڙي تهڙي تنهنجي؛
ڪهي نيئون لاج رک منهنجي
مولکي ڪين وسارج وارث،
ڪر اهنجيءَ مان تون سهنجي
ٻوليءَ هن ٻاليءَ جو رکجانءِ تون لڄ ٻوليءَ ٻاليءَ جو.

## راڳ ڀيروي پدن ٩٥-

ٽل- ڀڳتيءَ وارا پريوءَ کي آهن هر دم پيارا پيارا،
ڀڳتيءَ وارن جا پريو ڪارج ڪري تو سارا سارا.

١- دنيا جو توڙي ناتو، ممتا جو واري ڪاتو
جاڳي جن ڏيهان راتو، پريوءَ سان پريم پاتو
اهڙن ڀڳتن تان تو ڀڳوان وڃي ٻلهارا هارا.

٢- ڀڳتن لئي راز پريوءَ جو، ڀڳتن لئي ساز پريوءَ جو
ڀڳت اٿيئي ساز پريوءَ جو، ڀڳت آواز پريوءَ جو
ڀڳتيءَ وارا آهن ڀڳوان کان ڀي پيارا پيارا.

٣- ڀڳتيءَ جي الک کي ڌاري، ڌرو ۽ پهلاج پياري
جم جو ويا ڀيکو واري، پنهنجو ويا ڪل اڌاري
ڀڳتيءَ وارن جي مهما ويد اچارن چارا چارا.

٤- ڀڳتن کي ڪين وساري، پريو تو پاڻ سنڀاري
ڪهي نيئون دوش تاري؛ دکڙا ۽ درد نواري
ڀڳتيءَ وارن کي پريو ڏئي تو موکشہ دوارا دوارا.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٩٦-

ٽل- دليا وارا دليا مان ڌرم ۽ ڪڇ دان ڪريو،
ديهن غريبن ۽ انائن جو ڪڇ ڌيان ڌريو.

١- مسڪينن مهر ڌاري، ڌرم جو انگ وچاري
من جي ممتا کي ماري، ڪيو ڪوسڪرت ساري
دليا وارا دليا جو، مور نه ايمان ڪريو.

٢- دليا جو مانُ متائي، هرس حواس هٽائي
دل کي ادار بڻائي، ڪرم شڀ خوب ڪمائي
دليا وارا آئي جو مان ۽ سنمان ڪريو.

٣- دليا هيءَ اُچٽي وڃٽي، ڪنهن سان ناهي سنگ هلٽي
ڪري ڪا چڱي ڪرٽي، لاهو پرڀوءَ جي چرٽي
دليا وارا دليا مان ۽ جيون جو ڪليان ڪريو.

٤- دليا سا سقلي آهي، لوڪ پرلوڪ ٺاهي
ڪهي نيئون دکڙا لاهي ۽ آخر جا مڪت ملائي
دليا وارا دليا سان راضي شري ڀڳوان ڪريو.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٩٧-

ٽل- ڀائي ڀلي تو ڪري سڀ ڀلي ري-
تون دل گهٻراءِ نا- من کي سمجهاءِ نا-
ڀڳوان ڪري تو ڀلي ري.

١- سدا دل ۾ ڌيرج ڌاري- رک من سنتوش وچاري
وهلور نه وڃ تون- ڀاڳو مٺو مڃ تون-
چت جو ڪو ماءُ نه ڪلي ري.



٢- جيڪو صبر سان جهوت گهاري-
تنهنجا پريو سڀ دک ٽاري
سدا هريءَ کي ڌياءِ- دک سک ۾ سماءِ-
جو صاحب سمرٿ ڀلي ري.

٣- جيڪا پريو ڀڳت ٻڌائي- تنهن ۾ نيئون دل کي لڳائي
رهه شانت ۾ سدا- دک ڪر نه ڪدا-
وت گيان گڻن جي گلي ري.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٩٨-

ٽل- ستسنگ ۾ پريم رکي- ليم ساڻ هل تون پياري.

١- گنگا گيا گوداوري گومتي هردوار-
سنڌو سريو سرسوتي- ڪاشي ۽ ڪيدار
تيرٿ سڀئي رهن جتي سنت اداري.

٢- موڪش دوار چار- سم سنتوش ۽ وچار-
چوٿون ستسنگ آهي سڀن جو آڌار
ستسنگ ڪري پاءِ پرم موڪش دواري.

٣- بي پرواهي ڪيرٽي- هر د رشن شانتي-
يو لئي يو لئي ملي ستسنگ ۾ ڪت پرانتي
ڪهي نيئون ستسنگ سڀ ڪشت لواري.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ٩٩-

ٽل- منڙا رام جو نام اُچار.

١- رام سدا سکڪاري آهي- مهما جنهنجي ڀاري آهي
پريمن کي جا پياري آهي- تنهنکي دل ۾ ڌار.

٢- رام نام سان جن نيهن لاتو - توڙ ٿيو تن جم جو آ ڪالو
پورن پد تنهن پل ۾ پاتو - تون ٿي رام پڪار.
٣- رام جپي نر ڪيئي ترِيا - نيهن جا ٿي ڪارج سريا
دوکن جا سڀ دکڙا ٽريا - تون ٿي دکڙا ٽار.
٤- ڪهي ٽيئون جن رام اُچاريو - تن پنهنجو آ جنم سڌاريو
ڌرم راه جو نيڪو واريو - تون ٿي نيڪو وار.

## راڳ ڀيروي پد ١٠٠-

ٽل- او من رام جي نام سان پيار ڪر-
جڳ ۾ پنهنجو اڌار ڪر.
١- رام نام جي مٺڙي ڀاڪي -
انگ سنگ توسان ٿيندي ساٿي
تنهن کي نه ڀلاء تون - گيت واهي ڳاء تون -
رام کي رجهاء تون - پاپ کي مٽاء تون -
هن مانش جنم جو سڌار ڪر.
٢- رام جپي ڪيئي نيچ تري ويا-
پاپ تني جا پل ۾ ٽري ويا -
ڪارج تن جو راس ٿيو-
ڀرم ڀولو ناس ٿيو - ٻرهم جو پرڪاش ٿيو-
گيان جو اُجاس ٿيو - تون ٿي رام نام جپي ٻيڙو پار ڪر.
٣- ڪهي ٽيئون ستگر سنمک ٿي - رام جپيج هردي ۾ گرمک ٿي
موھ ممت ڇوڙ تون - جڳت بندن توڙ تون -
چت ۾ چرڻ جوڙ تون -



ٻرهم جي ڀائي ڏور تون -
اُتم ترت توشو ايهو تيار ڪر.

## راڳ ڀيروي پد ١٠١-

ٽل- ستگر کي مان سر ڙو نوايان، تن ايمان مٽايان
ستگر جي چرڻن جي ڌوڙي، ڪٽي لڳن کي لايان.
١- ستگر جي مان چرن ڪمل جي،
سک سان سيوا ڪمايان،
ستگر جا جي مواتي ٽورا، ڪڏهين ڪين ڀلايان.
٢- ستگر جي جا مٺڙي ڀاڪي، مک سان واهي ڳايان
ستگر جي سٽي سنڌر سکيا، هردي ساڻ هنڊايان.
٣- ستگر جي جا مٺي مورت، پنهنجو ڌيان لڳايان
ستگر جو ست شبد اچاري، سڦلا سواس بڻايان.
٤- ستگر کان لهي گيان وٺي مان، آواگون مٽايان
ڪهي ٽيئون مان گر ڪرپا سان،
مڪتي پدارٿ پايان.

## راڳ ڀيروي پد ١٠٢-

ٽل- هل ستگر جي دربار، جتي صاحب سرجڻهار
آهي جاڻي جاڻڻهار- تو تاري تارڻهار
سڀ ٻرهمڻ جو آڌار.
١- منگر نام سندي تون ڏات، ڪر لنؤ لنؤ ۾ تون لات
چڙي اِي سڀ وائي وات، ڪر تن ۾ تنهنجي تات
ڪِر ڪال پڇي تو ذات.

٢- وڏ ڀاڳ سندو تون ڏان،
جنهن مان تنهنجو ٿئي ڪلياڻ،
ڇڏي مايا جو تون مان- ڪيڏي دل مان غير گمان
پاءِ آتم جو تون گيان.

٣- گر شبد ولي لنو لاءِ، سڀ سنسا وهم وڃاءِ
تن من جي ميل مٽاءِ- هردي مان ڪمت هٽاءِ
۽ شانت سچي تون پاءِ.

٤- ڪهي ٽيئون منهن نه موڙ- هلي ستگر سان جيءُ جوڙ
سڀ بندن جڳ جا ڇوڙ- ۽ ڀائيءَ کي تون ڀوڙ
خود خيال ڪشم ۾ ڪوڙ.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١٠٣-

ٽل- سنتن جي شرڻ وٽ پيارا، جتان ملندءِ موڪش دوارا.

١- سنتن ۾ پرڀوءَ جو واس اٿي، اها وڏ ڪتن ڏ واٽي
رکڻو پورو جن وشواس اٿي،
تن سان ٿيو صاحب ساٿي
لو ن ٿئي رکڻ وشواس آدارا.

٢- سنتن آهي جوڳ ڀڳايو، ڌري گيان گڻن جي ڪاٺي
من جو جن موهه مٽايو، ٿي پريم ڀڳت جو ڀاٺي
تن سنگ پاءِ گيان ڀنڊارا.

٣- سهي ڏکسک کي اپڪار ڪرن، ٿئي اهڙا سنت اپڪاري
سڀ جيون سان سهڪار ڪرن،
لکي الش الڪ جي ساري



من تن جا ميٽن موالجھارا.

٤- پرهت ڪارڻ اوتار ڌري، جي آيا جڳت مجھاري
ڪهي ٽيئون سي شڀ ڪرم ڪري،
ٿا رهن اسنگ اوڪاري
ڪن پرڀو سدا پرچارا.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١٠٤-

ٽل- جنهنجو پورو پرڀوءَ سان پيار آهه-
تنهنجو ڀڙو دنيا مان پار آهه
سهي سختيون ۽ سور- پڪا ڀڳالجھ پوُر-
ٿئي مڙد منسور
مڙي مرلدي نه مور- ڪيو سر جنهن ڌڙڪان ڌار آهه.

١- گلا غيبت سرلي ڌري جو-
ڏک ڏاڪڙن ڪان ڪين ڏري جو
سر جو سالڪو ڪين ڪري جو-
ٿيو ليهي اسنگ ڀروار آهه.

٢- پل پل پرڀن لاءِ پڪاري-
دم دم جو دلدار سنڀاري
سواس سواس ۾ ساجن ساري-
جنهن ياد سدا دلدار آهه.

٣- ڀير ڪٽي جو ڀولتي هٽي نه -
گھايل ٿي ڀي منهن موڙي نه
مرڪ مهل ڀي ليهن گھٽي نه-

ڪيو پره جنهين پيڪار آهه.

۴- کهي نينهن جو لوڙ لهائي -
جيئري پنهنجو پاڻ جلائي
تڏهن لڌي پريتم ڏي ڪاهي -
تن من ۾ جنهن کي تار آهه

## راڳ ڀيروي ڀڄن ۱۰۵-

ٽل - ڌاري ڌاري شبد گڻ هردي - پنهنجو جنم سڌار ري
پريتم پيارا نام پريوء جو آچار ري .

۱- دنيا غريبن ني واهن جي سک سان شيو ڪمائيج تون
تن ڌن سان سڀ جيون کي سک پهچائيج تون .
دل ۾ ديا ڀاءُ ڌار ري .

۲- اکين سان ڪر سنتن درشن - مک سان هرگڻ ڳائيج تون
ڪنن سان ڪٿا ڪيرتن سڻي من هندائيج تون
سدا ئ پريم سنگهار ري .

۳- پير ڪٽي ستسنگ تيرٿن ڏي - جيون سڦل بڻائيج تون
هٿن سان دان شيوا ڪري سک پائيج تون
ممتا ئ موه لوار ري .

۴- کهي نينهن گرمنتر ۾ - لت پنهنجي سرت لڳائيج تون
هردي ۾ گيان سندي جوت جڳائيج تون
پائيج موکيه دوار ري .

## راڳ ڀيروي ڀڄن ۱۰۶-

ٽل - منهنجي ستگر لهج سنڀار اچي -



پنهنجي نظر سان ناٿ نهار اچي .

۱- راليان ڏينهان تو ٿوکي پڪاريان پيو -
ڪئيو نيڻ نماڻا نهار پسان پيو
ڌر دل ۾ ديا - ڪري مهر ميا -
گر درشن موکي ڏيکار اچي .

۲- تنهنجي سڪ آه موکي ستائيو گهڻو -
تنهنجي پره آ جيءَ جلائيو گهڻو
پنهنجي ٻاجهه ڪري - اچ پير ڀري -
ڏيئي درشن دل کي ٺار اچي .

۳- کهي نينهن جڳت جو لون والي گرو -
مان آهيان تو در سوالي گرو
نام دان ڏيئي - گڻ گيان ڏيئي -
موکي ڀؤ ساگر ڪان تار اچي .

## راڳ ڀيروي ڀڄن ۱۰۷-

ٽل - جن ڏينهن جو مهمان آهين،
چا لاءِ اينڊو پيو سامان ناهين .

۱- جڳ ڌرمشالا سر جاڻيج تون،
تنهن ۾ ناڻ نه اڏي ڄاڻيج تون .
رک سمجهه سڀي انسان آهين .

۲- سنگ جڳ جا پدارٿ نا چلندا،
هتان خالي هٿين سڀ ويا هلندا
جاڻي واڻي ڇو ٿيو نادان آهين .

٣- هيءَ دنيا ته آخر خاڪ ٿيندي -
پرلوڪ الڳ رسا ڪم ايندي
ڇو تنهن ۾ ٿيو مستان آهين ·

٤- هتي رهڻو توکي ناهي سدا -
ڪڻ سچ جو سمرڻ ناهي ٻندا
کهي ٿيئون جي ڪلياڻ چاهين ·

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١٠٨-

ٽل- ستسنگ ۾ آءُ پيارا نيم سان - لڳ نيم سان -
شرڌا ۽ پريم سان ·
١- ستسنگ ۾ گيان آهي - وڏن وگيان آهي -
پرم پرڌان آهي ·
ڌرم ۽ ڌيان آهي - هردي هنڊاءِ پيارا.
٢- ستسنگ ۾ رام آهي - سکن جو ڌام آهي -
آتم آرام آهي -
مڪتي مدام آهي - تنهن سان نيهن لاءِ پيارا.
٣- ستسنگ ۾ سار آهي - شريشٽ آچار آهي -
ورت ويچار آهي ·
ڀڳت ڀنڊار آهي - هر گڻ ڳاءِ پيارا.
٤- ستسنگ ۾ ذات آهي - سمت ۽ شانت آهي -
الڳ ايڪانت آهي .
کهي ٿيئون ڪرانت آهي - سرڪي لواءِ پيارا.



## راڳ ڀيروي ڀڄن ١٠٩-

ٽل- گهر ۾ ڳولهج آتم رام، ٻاهر ڪين ڪي ڳولهج تون.
١- جيئن گلن ۾ سڳنڌ سمائي، جيئن ڪمند ۾ آهه مٺائي
تيئن توءِ ۾ آهي سکڌام، جهنگ جهر ۾ نا ڦولج تون.
٢- جيئن کير ۾ مکڻ سمايل، ٻرڇن ۾ جيئن اگني ڇپايل
تيئن توءِ ۾ آهي اپرام، هٿ هٿ ڪين ڪي ڏولج تون.
٣- مرگ جي دن ۾ جيئن ڪستوري؛
ٻاهر ڳولهي جاڻ نه پوري
تيئن تنهنجي اندر گهنشام، ڏڪرن ۾ نا ٽولج تون.
٤- کهي ٿيئون ستگر جي دواري،
پنهنجي دل ۾ ڏس ويچاري
پائيج پورڻ سک وشرام، لاهڪ روح نه رولج تون.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١٠-

ٽل- ستنام ساکي جپ تون منترا، ڦرنا من جا دور ڪري.
١- ستنام ساکي منتر انادي، سنت جپي ويا آد جڳادي
تن من جي سڀ ڪٽي اپاڌي، ڀڳتيءَ ۾ ڀرپور ڪري.
٢- ستنام ساکي نام نيارو، ڀو ساگر کان تار ٺهارو
جو سمري هر لڳي پيارو، ڪال نه تنهن مجبور ڪري.
٣- ستنام ساکي جي نه جپن ٿا، تاپن ۾ سي ڪين تپن ٿا
کهي ٿيئون جڳ ۾ ڄمن ڪپن ٿا،
چت جي چنتا چور ڪري.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١١-

ٽل- ساڪي جو ڪر سمرن مان سان،
ساڪي تنهن جو روپ اٿي.
١- ٽو ۾ مون ۾ جوٽي ساڪي، سڀني ۾ سو ساڪي آ
ساڪيءَ ٻاجهون جاءِ نه خالي، ساڪي برهم سو روپ اٿي.
٢- ٽن من ۾ الله رام جو پرڪاش، هڪ ٽي آهي ساڪي سو
هرتا ڪرم ڪريا ڪي جاڻي،
ساڪي گيان سو روپ اٿي.
٣- آڪاش جيئن سو الله ٻاهر، اسٿت آ نا ڏولي ٽو
ساڪيءَ جو ڪو ڀيو نا ساڪي، ساڪي اچل الوپ اٿي.
٤- سڀ ڪان وڇهو سڀ ڪان نيارو،
سڀني کي جو جاڻي ٽو
کهي ٽيئون ٽون سمر تهين کي،
ساڪي الکه اروپ اٿي.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١٢-

ٽل- من موهن ٽي من مندر ۾، ٻاهر نا ٽون ڳولهه بندا
١- جهنگلن جبلن ۾ ٽون ڀٽڪي، جنم نه ڀهجو رول بندا
ڀهجي الله ر جهالي ڀائي، ڪر رکي ٽون ڦول بندا.
٢- ٽن جو ٽن آ من جو من آ، سڀ گهٽ ٻولي ٻول بندا
هردم ٽوسان ساڻ رهي سو، ساڪي روپ اڏول بندا.
٣- گيان جي ڪنجي ولي گرن ڪان، اوديا تالو کول بندا
الٽر آلر درشن ڀائي، ٽن من تنهنتان گهول بندا.



٤- کهي ٽيئون ٽون ٻاهر مکه ٽي،
درد رٽي لسا ڏول بندا
الٽر مکه ٽي لڄه آلر سان، هردم ماڻ ڪلول بندا.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١٣-

ٽل- منهنجي منهنجي هي ستگر سائين،
سکه سان ڪُوڙ ليهاءِ.
١- مايا جو مان چڪر ڏسي ٽو، دل ۾ گهٻرايان
ستگر ڀهنجي ڪريا ڌاري، تنهن ڪان ٽون نه ٻچاءِ.
٢- سڪو ڀهنجي دکه ۾ ٻريل، منهنجي سڻي نه ڪو
ستگر شرن ٽوهالهي آيس، دل جا درد مٽاءِ.
٣- ٻاٻن ۾ مون عمر وڃائي، ٻيچ ڪيم نا ڪو
ستگر ڀهنجو ٻرد سڃاڻي، ڀهنجي چرن لڳاءِ.
٤- کهي ٽيئون هٿ جوڙي ستگر،
عرض ڪيان ٽو مان،
هردم ٽوسان ليهن ايانان، ايها آش پڇاءِ.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١٤-

ٽل- مرم جنهنجي آهه من ۾- سو سچو انسان آ
مرم ٻاجهون جو جڳت ۾- منش سو حيوان آ.
١- ويد شاستر سڀ سمرتيون- راج وديا ڀي پڙهي
ٻر مرم ٻن منش جو سو- ٻهت ٽي نادان آ.
٢- روپ جوٻن وليس ٻوشڻ- ۽ هجي ڏئوان ڀي
ٻر مرم ٻن منش جو سو- مند مت مستان آ.

٣- مرم وارو مدش جڳ ۾ - رام جو سوروپ ٿي
لوڪ ۽ پرلوڪ ٻئي تنهن مٿان قربان آ.

٤- ڪهي ٽيئون اي مرم جي سنگ ۾ دک ٿو ملي
مرم واري جي سنگت ۾ شانت سک ڪلياڻ آ.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١٥-

ٽل- من سمر سچو ڪرتار ٿون،
جاڻ ڪوڙو هي سنسار ٿون.

١- ڪوڙي مايا ڪوڙي ڪايا،
بادل جي جيئن آهي ڇايا
ڪر ان تي نا اهنڪار ٿون.

٢- پائر پاڻيا ڪٽنب قبيلو، جيئن پکين جو وڻ تي ميلو
ڪر تن تي نا اعتبار ٿون.

٣- ڪهي ٽيئون جڳ سپنو جاڻي،
رام اسم کي جپي پراڻي
ڪر پنهنجو پاڻ اڌار ٿون.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١٦-

ٽل- جنهنجي رڳ رڳ رميو رام آ،
منهنجو تنهن کي لک پرڻام آ.

١- پاڻ جپي هر ڪن کي جپائي، پاڻ تري ٻين پار پچائي
جنهن پيتو پريم جو جام آ،

٢- رام روپ جڳ سارو جاڻي،
غير نه من ۾ ڪنهن لاءِ آڻي



جنهن جي ياڻي مڌر تمام آ.

٣- ٻرو ڪري تنهن ڪري پلائي،
سب مان گڻ جو ڪڻي سدائين
جيڪو نروير ي نشڪام آ.

٤- ڪهي ٽيئون سب ڀيد مٽائي،
سب جيون کي سک پهچائي
جنهن جي من ۾ چت آرام آ

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١٧-

ٽل- ٿون سڀ چت آنند سار آهين.
لکي تن سند و آڪار آهين.

١- تنهي ڪالن ۾ ٿون ست آهين.
ڪنهنجي بي ٿون آسري ناهين
ٿون سرشٽيءَ جو آڌار آهين.

٢- تن من واڻيءَ کي ٿون جاڻين.
ٿوکي ڪولي ڪو نه پڇاڻي
ٿون ساکي سرجڻهار آهين.

٣- سب ۾ تنهنجو آنند آهي- آنند جو ڪپ ٿوکي ناهي
ٿون آنند جو ڀنڊار آهين.

٤- ڪهي ٽيئون ڪر ڪان ڪم پاڻي.
پرم بدن جو چاڄ ڀلائي
ٿون اڻڪ روپ اپار آهين.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١٨-

ٽڪ - سنت پرڀوءَ جا پيارا - ڳڻ گيان جا ڀنڊارا
لاءِ تن سان لاءِ دل تون - جي ٿا ڪن نستارا
١- سنت صاحب جي صورت آهن -
وڏ ڳرلت بڌائين ٿا،
شرڌا سان جي شرڻ اچن ٿا - تن کي رام ملائن ٿا
چوراسي لک جوڻ چڪر کان - آهن ڇڏائڻ وارا
٢- ڌرم ڪرم شڀ ڳڻ مريادا - ڀاو ڀڳت سيکارن ٿا
گيان ڌيان وگيان سڻائي - سنسا ڀرم ٽوارن ٿا
من جو موهه مٽائي هردم - جڳ کان رهن نيارا.
٣- پرآپڪاري سڀ هتڪاري - آهن ڌيرج ڌاري سي
تن جي پڻ ميٺي ترڀڻ ڪن - پورڻ پرش اداري سي
ميل مٽائي نرمل ڪن ٿا - ڏيئي شڌ وچارا.
٤- کهي ٽيٺون سنتن جي مهما -
کهڙي مک سان ڳايان مان -
برهم گيالي آتم ڌيالي - تنکي هردم چاهيان مان
اوديا جو اڌڪار مٽائي - الڌر کن اُجيارا.

## راڳ ڀيروي ڀڄن ١١٩-

ٽڪ - اهڙو ستگر آهي - تو سيني جا دک لاهي
جيڪو شرڻ وٺي تو تنهنجي - تنهنکي راهه رسائي.
١- ستگر دين ديالو آ - برهمڻ جو رکپالو آ
ڪڍهين ڪين وساري تو - ڀولا ڀرم ٽواري تو



گيان ڌيان جي ڏئي ڀڪتي - تب آتم جي ڏئي شڪتي
ڀوڌ سندي ٻيڙي تي چاڙهي ڀل ۾ پار پڄائي.
٢- ڀڳت ڀاونا کي ڌاري - جوئي اچي تو گر دواري
تنهن سان هردم ٿئي همراهه - پرد سچاڻي شاهنشاهه
ناهه مهر جي نظر ڪري - هرد و ڳڻن سان ڇڏي ڀري
جنم جنم کان ڀليل جيو کي - مالڪ ساڻ ملائي.
٣- وچن گرن جو جيڪو ڪٽي - سو ٿي ستگر کي آ وٽي
آگيا گرن جي سدا مڃي - ڀيرو ڌر ٿان ڪين ڀڄي
تنهنکي ستگر ڪري پنهنجو -
هردم ساٿ ڪري سنهنجو
کهي ٽيٺون اوديا جي ننڊ مان - جهٽ ن سان جاڳائي.

## راڳ ضلع ڀڄن ١-

ٽڪ - من منهنجي جو لت خيال رهي،
گرديو توهان جي چرڻن ۾.
١- ٽِل دنيا سان نه ياري هجي،
نه دوستن جي دلداري هجي
پر منهنجي نه ليداري هجي،
گرديو توهان جي چرڻن ۾.
٢- نڪي لوڪن جي پرواهه ڪيان،
نڪي ڪل ڪٽنب جي چاهه ڪيان
پورڻ پريت اُتاهه ڪيان، گرديو توهانجي چرڻن ۾
٣- نڪي من ۾ مان وڏائي رهي،

لڪي آش الله ۾ ڪالي رهي

پر منهنجي سرت سمائي رهي،

گرديو لوهان جي چرڻن ۾.

٤- ڪهي نيڻون تنهنجي تار رهي،

تن من ۾ سار سنڀار رهي

شل ٻار ٻار سڀ هروار رهي، گرديو لوهاڻي چرڻن ۾.

### راڳ ضلع پيلن ٢-

ٽل- جو پريت گرن سان لائي ٿو،

سو سرو سکن کي پائي ٿو.

١- جو گروءَ اڳيان ارداس ڪري،

گرو ڪارج تنهن جا راس ڪري

جو گر چرڻن ۾ واس ڪري،

سو جم جي چوٽ نہ کائي ٿو.

٢- گرو گوبند جي سم جاڻي جو، ٻج آتم روپ پڇاڻي سو

ملي موج تهن سان ماڻي سو،

۽ سهج سروپ سمائي ٿو.

٣- جو گر وچن وچار ڪري،

سو سيوڪي سدا ڌرم ڌري

ڪهي نيڻون پڙ سند پار تري، ۽ آواگون مٽائي ٿو.

### راڳ ضلع پيلن ٣-

ٽل- جو من پنهنجي کي ماري ٿو،

سو ٻاڙ تري جڳ تاري ٿو.



١- جو گر منمر ايماس ڪري،

سڀ ترشنا من جا ناس ڪري،

سو ٽر ٽيا گهر ۾ واس ڪري

لت آتم جوت نهاري ٿو.

٢- جو من مارڻ جي ڪار ڪري،

سو ڀو ساگر کان پار تري،

تو جڳ تنهنجو ستڪار ڪري، ۽ گوبند گود وهاري ٿو.

٣- جو من لي لو وشواس ڌري،

سو نرڪن ۾ نہ نواس ڪري

جو وٿرت پنهنجا سواس هري،

سو غم گولڊر ۾ گهاري ٿو.

٤- من پوڄ وشيه سان جوڙي جو،

تو پڙو پنهنجو ڀوڙي سو

ڪهي نيڻون من کي موڙي جو،

سو ليکو جم جو واري ٿو.

### راڳ ضلع پيلن ٤-

ٽل- جو ڌرم پنهنجي کي ڌاري ٿو،

سو مالش جنم سڌاري ٿو،

١- جو ڌرم کي هردم ياد ڪري، سو سارو ڪل آباد ڪري

جو ڌرم پنهنجو برباد ڪري، سو پنهنجي پاڙ اکاڙي ٿو

٢- جو ڌرم تان سر قربان ڪري،

جس تنهنجو لو نہ جهان ڪري

جو ٿو رم پنهنجي ۾ گلان ڪري،
سو جيوت ڏکي گذاري ٿو.
٣- جو ٿو رم جي خاطر سور سهي - سو سرڳ ۾ سک پرپور لهي
جو ٿو رم پنهنجي کان دور رهي،
سو گهور نرڪ ۾ گهاري ٿو.
٤- جو ٿو رم ۾ ٿو السراڳ ڪري،
تنهن جيو سندو ٿو ڀاڳ وري
جو ٿو رم پنهنجي جو تياڳ ڪري،
سو نيٺون جنم بگاڙي ٿو.

### راڳ ضلع پيڊن ٥-

ٽل- هڪ نام سندو واپار ڪجي،
پيو جڳ جو ڪيا وهنوار ڪجي.
١- سچو نام سندو واپار سدا، آ جنهن ۾ لاڀ اپار سدا.
جو ڪٽي ڪرم جو جار سدا،
سو سودو مون سڪڪار ڪجي.
٢- مان نام سچي جي ڪار ڪيان؛
ٻي جڳ ۾ جيون مڪت جيان
ڪجي نيٺون سڪي ٿرلوڪ ٿيان،
هر پڪمت پاو پيدار ڪجي.

### راڳ ضلع پيڊن ٦-

ٽل- پري لهارن چو ٿو پر ڪي، پنهنجو پاڻ سڃاڻ بندا.
١- هي جو دم سان دم هلي ٿو، تنهن ۾ ٿي اڇاڻ بندا.



سوجهي تنهن کي صاف سهي ڪر-
ميٽي من جو مان بندا.
٢- صاحب تو ۾ آهين سمايل - جيئن گلن سرهاڻ بندا
پوري ڳر کان راهه وٺي تون-
تنهن جي ڪر ٿو پڇاڻ بندا.
٣- من مندر جو آهه منوهر- تنهن ۾ موهن جاڻ بندا
ڪجي نيٺون تون ملي تهين سان-
موڃ سچي کا ماڻ بندا.

### راڳ ضلع پيڊن ٧-

ٽل- پرڀوءَ کي ٿي پرم پيارو-
پرم پرڀوءَ سان پائيج تون.
١- من مان ممتا موهه مٽائي -
دل مان دليپ وڃائيج تون،
لوڪ ڪٽمب کان منهڙو موڙي -
لنو لعلڻ سان لائيج تون.
٢- پرم برابر پيو ڪو ناهي- پرم جي راس رچائيج تون
پرم پيا لا پرپو پرچي- دل ۾ پرپر وڏائيج تون.
٣- پرم سچي کي دل ۾ ڌاري-
تنهن ۾ سرت لڳائيج تون
نيٺون پرم هندوري واهي-
ڳڻ گوبند جا ڳائيج تون.

## راڳ ضلع پيلو ۸-

ٽل - پرميشور جي پريم ٻنا، ٻي جوڙي لاڳيداري آ
۱- مورک مايا کي تون چاھين، دل ٻل جي دلداري آ
باغ باغيچا سندر ماڙيون، جوڙي دنيا ساري آ
۲- جنھن ناريءَ سان پريت رکي، تو ساري عمر گذاري آ
ساٿ هلي ٿي در تائين سا، خود مطلب جي ناري آ
۳- ڪٽنب قبيلو ڪم نه ايندءِ، جنھن سان تو دل ڏاري آ
مرڻ پڄاڻان گهڙي نه رکندءِ، جو ٿي تنھجي ياري آ
۴- ماس هڏن جي ديھي جا، تو شوق رکي سينگاري آ
ساڻي تو سان ساٿ نه هلندي، ٿيڻي خاڪ جي ڪاري آ
۵- جوڙي جڳ سان پريت رکي جن،
تن جي هٿ هٿ خواري آ
کھي نيڻون ڪر پريت پريوءَ سان،
جنھن ۾ جڳ جڳ ڪاري آ.

## راڳ ضلعو پيلو ۹-

ٽل - منھنجا من! پريم رکي هل، ستسنگ ۾ هر وار
۱- ستسنگ سمجهي موکيه دوارو، ٿنھن سان ڪر تون پيار
جنم مرڻ جو روڳ مٽائي، ڪر پنھنجو نستار
۲- سنتن جو سنگ سيتل آهي، ٿيءَ متاوڻهار
شرڌا سان سٽ وچن سڻي تون،
دل پنھنجيءَ کي ٺار.
۳- سنتن جو سنگ نرمل آهي، ميل اُتارڻهار



ياد ڀڳت سان ٿهل ڪري تون، ٻاھ پدار مع چار
۴- ساڌ سنگت جي اوشڌ کائي، ٻاپ ڪلمش ٽوار
کھي نيڻون ستسنگ مان نيندءِ، ٻل ۾ ٻيڙو پار.

## راڳ ضلعو پيلو ۱۰-

ٽل - ديا ڪر دين بندو! تون ديھن لئي داتار
۱- جهڙا تهڙا تنھنجا آهيون - ڏوھ نه ڏس ڏاتار
بار ٻچا تون ٻريو آهين - سڀ جو پالڻهار.
۲- اوڳڻ اڇھو ٻيو ناهي ڪوئي، تون ٻن جڳ آڌار
ڪين وسارج دل مان ڪڍهين - ڪر ڪرپا ڪرتار
۳- ڪٺن سمو هيءُ آهي ٻاري - ٻي ڪجهه تون ٻي ڪٽهار
باجهه پنھنجيءَ جا هٿڙا ڏيئي - ٻڏ ساگر مان ٽار.
۴- کھي نيڻون ڏي سمت سدائين - ڀڳتي گيان ڀنڊار
هردم نام جپي هر تنھن جو - پائيون موکيه دوار.

## راڳ ضلعو پيلو ۱۱-

ٽل - رام ڀڄن ڪر ٽو آهي - جوڀن جواليءَ ۾.
۱- جوڀن ۾ هر ڪو ڪري ٿو - ڪم سڄو سنسار جو.
ٻڙهڻ وديا هنر سکٽو - ۽ ڪرم وهنوار جو
ست ڪرم ۽ ڌرم ڌارڻ - ڪرڻ ٻرانم ٻوچار جو
گيان پائڻ ڌيان لائڻ - پسڻ ست ڪرتار جو
چاڙهيءَ اي چڙهٽو آهي - جوڀن جواليءَ ۾.
۲- جوڀن ۾ انسان ڏاهي - تو جبل جي اوٽ کي
جوڀن ۾ سر ٿي سهاري - تو ڪنجر جي چوٽ کي

جوڻ ۾ انسان ٻکڙي - شير هاٿيءَ موت کي
جوڻ ۾ انسان ڪاٺي - تو ڪرم جي کوٽ
موت سان لڙنو آهي - جوڻ جواليءَ ۾.

٣- جوڻ ۾ پاڻي ٻرو ٿو - قول قل وستار کي
جوڻ ۾ درياه ڪري ٿو - گوڙ ۽ گجڪار کي
جوڻ ۾ تو شير ماري - هاٿين جي نه قطار کي
جوڻ ۾ انسان جيتي - من سنديءَ رفتار کي
جيتري جڳ ۾ مرڻو آهي - جوڻ جواليءَ ۾.

٤- جوڻ ۾ ڪر سنت سيوا - دان ٻر اپڪار تون
جوڻ ۾ ويراڳ ڌاري - لسنگ ٿيءَ تروار تون
جوڻ ۾ گر شبد جو ڪر - سواس سواس اچار تون
کهي ٽيڻون جهد سان لهه - پرم پد ترڌار تون
پڙ سنڌ مان ترڻو آهي - جوڻ جواليءَ ۾.

## راڳ ضلعو پيڙن ١٢-

ٿل- سنتن جو آهي سنگ سچو - ڪر تون سدائين
جو لساري ٿو پاڻي.

١- ستسنگ منجهان ليچ اوچ معش ٿري ويا -
ٿڌا جنم جنم سندا پاپ ٿري ويا
دک درد ۾ ستسنگ سدا ٿئي سهائي.

٢- شب ڪرم ۽ ست ڌرم ۾ ستسنگ لڳائي -
اگيان سنديءَ لنب مان تو ترت جڳائي
ستسنگ سدا دل جي ڪري صاف صفائي.



٣- ستسنگ مانهه گنگا آد تيرٿ وسن ٿا،
ستسنگ منجهان پاپ وگهن ٿاپ لسن ٿا
ستسنگ اندر ڌي سڌي آهه سمائي.

٤- قل اشو ميڌ يگين منجهان جوٿي ملي ٿو،
ستسنگ ڌي هڪ پير ڪٽڻ سان سو ملي ٿو،
ستسنگ جي مهما شري پڳوان سڻائي.

٥- ستسنگ منجهان گيان ڌيان پڳت ملي ٿي،
ٽيڻون ٻر لم ليم سندي جڳت ملي ٿي
مڪتيءَ ڪان ستسنگ جي آ وڌي وڏائي.

## راڳ ضلعو پيڙن ١٣-

ٿل- سنسار سڄو ڪرم جو ڪرتار بڻايو، هي کيل کلايو

١- سرتاج بڻي لخت جو، ڪو حڪم چلائي
ڪن کي نه ملي پيو ٽڪر حيلا هلائي
هن ڪرم آه جڳت سڄي کي نچايو

٢- ڪي روڳ مانهه روڳي اٿي، روز رڙن ٿا
ڪي جڳت اندر ڀوڳ ڀوڳي ۽ خوب ترن ٿا
آ ڪرم ساڻ سين ۽ دک سک کي ٻرايو.

٣- تو ڪهي ٽيڻون جيو جهڙا ڪرم ڪمائي
پالوڻ هسي رڙي، قل لنهن جو ٻرائي
پڳوان آهه ڪرم سندو رلڪ رچايو.

## راڳ بسنت پيڙن ١-

ٿل- جو جيتري جڳ ۾ مرلدوري،

ٻيڙو ساگر ترندو ري .

١- من جي ممتا ماڻ مٽائي، سڀ سان ڪري نيازي
هٺ ڇڏي جو هلي هيٺائين، رام ٿئي تنهن راضي
جو ڏاتر کان لٽ ڏي رندو ري .

٢- عدل جي آس جاءِ نه آهي، فوق فضل سان ٿيندو
ڏسي غريبي سڀ ڏوهن جي، مالڪ معافي ڏيندو
ءُ خوش ٿي ٻولڻ ٻر ندو ري.

٣- جنهن جنهن غرب گمان وڃايو، تنهنجو ڪل سڀ واڙو
کهي نيئون جنهن ماڻ وڃايو
تنهن جو جس جڳ نمڙو
سو چوراسي نا ڦرندو ري.

## راڳ بسنت پڇن ٢-

ٽل- سنت سچا هردم پرڀوءِ جو، سڀ ڪي نام جپائين ٿا

١- سچ جو سي اپديش سڻائي، هردم ليکيءَ ساڻ هلائي
ڌرم جي راهه لڳائين ٿا .

٢- جڳ ۾ سي اپڪاري آهن، جيون جو اسٿارو چاهين
ٻوجل پار ترائين ٿا .

٣- گيان سچي جي جوت جڳائي، ڀيد ڀرانتيون ڀرم ڀلائي
آتم ساڻ ملائين ٿا .

٤- کهي نيئون ان کان ٻلهاري،
گهوريان ان من سر سدواري
جم کان جي نه ڇڏائين ٿا .



## راڳ بسنت پڇن ٣-

ٽل- رام ڏي پيهان ٿو جنهن کي ڳولهين،
سو تي پنهنجو پاڻ ادا .

١- جهنگلن ۾ جو جهاليون پائين، جبلن ۾ جو جان جلائين
اندر پساڻ سڃاڻ ادا .

٢- گندو ٿئي گنگا ۾ لي مرڻ چو؟
پندو پٽي هر پڙهن ڪرڻ چو؟
ٿون خود وصل وڃاڻ ادا .

٣- جيئن روشن سورج کي ڳولهي،
جيئن پتاشو کنڊ کي ڦولي
تيئن تنهنجو اهڃاڻ ادا .

٤- کهي نيئون گر کان وٺ اک ٿون
اصلي صورت پنهنجي لک ٿون
ڇڏي ديهه جو ماڻ ادا.

## راڳ بسنت پڇن ٤

ٽل- من جا ڦرنا سڀئي مٽائي،
لس ڦرلي جپ نام ادا.

١- سمرن سان ٿو سرت ملائي،
جوڳ سندو پيءَ جام ادا .

٢- پل پل هردي جهالي پائي، ڳولهج آتم رام ادا .

٣- چنچل چت کي استت ڪر ٿون،
ماڻ اچل آرام ادا.

٤- کهي نيڻون ڪل ڪٿي آباد ي،
 ٻانهي پورڻ ڌام ادا.

## راڳ تلنگ پڇن ١-

ٽل- ٻاني ٻالڪ ڳڇيءَ کيان عرض ادئون
 لڳو آهي ليهن ليٽڻ جو.

١- ڪڇيءَ جو قول مون ڪيڙو، ولي واسينگ جڏن وڙو
 ڏاڍو ڏ لگ لڳڻ، سو ان جهاڙو وڃهڻ،
 چنڊ ناهي قنت قيٽڻ جو.

٢- چارڻ جي چنگ کان سهڻو، مرڻ معتاق من مهڻو
 پنهنجو پاڻ کهڻ ۽ ويڙي ڏيڻ، اهو ڪم آه لکيڻن جو.

٣- الازين ڪنب کان نه ٻري، اکنب جت جوس ٿي نه ٻري
 اُس پاڻ لکڻ ۽ ڏيان ڏرڻ، اهو ڪم ناه هيڻن جو

٤- ڪر جوڙي کهي نيڻون، پيالو مست پيتو مون
 سوهم ٻري پنڻ ۽ پٽي کي ڏيڻ، سچو هي دان سيڻن جو

## راڳ تلنگ پڇن ٢-

ٽل- جيڏن ٻاهه ٻري ليڻن ٻدن جري-
 آهي اهو عمق عاشق کي.

١- الله هردي ٻري اڪثي- سهي ڪم صاف مون سهتي
 جيئن سورج ڪڙي- ليڻن ڏرن اري-
 آهي اها جر عاشق کي.

٢- ٻري سو شر ٿيو شاهي- سڙي سينگار ٿيا راهي
 جيئن موڙ و مهي- ليڻن پتنگ پڇي-



 آهي اها آڳ عاشق کي.

٣- ٿڏي سو ليبج مان جاڻو. ٻره جي ٻاهه ليانو-
 جيئن ڪفن ٻهري- ليڻن ڏٻر ڏري-
 آهي اهو ويس عاشق کي.

٤- ڪر جوڙي کهي نيڻون- الله ٻاهر جهي سوهم
 جيئن الله گهي- ليڻن لاد وجي-
 آهي اهو سار عاشق کي.

## راڳ تلنگ پڇن ٣-

ٽل- جڏهن دره درد ناهي، پڇ ٿون ٻري ٿنهن در کان
 بيغم هجي گيالي، گوشو ڪهاڻو ٿنهن گهر کان.

١- ڪلي ڪال ڪٽن آيو، پيڪن جڳس ٻلايو
 پنهنجو جنم رلايو سي ڏار ليا نه ڏر کان.

٢- شيوا ڪٿي نه گرجي، ٽاڪي ڪلي نه گهرجي
 پوڄا ڪري ٻتر جي، ايمڪ ٿيا نه هر کان.

٣- گر گيان جن ٻرايو، سچ صاف ٿن سڻايو
 جڳ پاکنڊن لهايو، مسڪ لي ايشور کان.

٤- نيڻون لهائون ٿوڙي، ٻڌن سيڻي جوڙي
 مذهب کان منهن موڙي، پڇ ايڪ ٻڌت ٻر کان.

## راڳ تلنگ پڇن ٤-

ٽل- هن عشق سان جي وڌيا- وڌيا نه سي عزل کان
 خالق جو عشق خولي- عاشق اٿي اصل کان.

١- جتي عشق ٻاڻ آيو- اُس ٻره مچ مچايو

ڪنهن ڀيٽنگ ٿي ڀڄايو - ٿي ڏار جڳ جنجال کان.

٢- هي عشق آ عجائب - سر ساهه جو نه صاحب
رب راهه جو نه راحب - آهي وڏو عقل کان.

٣- هي عشق آگ آهي - جند جان ٿو جلائي
هٺ هٺ جو هٽائي - اوجل ڪري امل کان.

٤- ليئون ٿئي ڏين ٿا - عاشق مري جيئن ٿا
دم ڏار نا ٿين ٿا - وحدت سندي وصل کان.

## راڳ تلنگ ڀڄن ٥-

ٽل- سر عشق ۾ نه ڏر جو، جنهن ڪري جنهين ۾ مرجو
لالي ڀري ڀڳتي، ڀلتي نه ڀير ور جو.

١- هيءَ عشق ڀيٽ لالڪو، سر جو چڙائي سالڪو
پالي ڪلا جو گهالڳهو، تنهن عشق کان نه ڏر جو.

٢- هن عشق جون جي ڀتيون، ڀرامن ڀڙهي سي ڏليون
ڦاڙي نه ڪرم چنيون، ڏي واس امر گهر جو.

٣- هي عشق عجب بستي، جت ناهه هٺ هستي
چاڙهي سو موج مستي، مهما تنهنجي ڪر جو.

٤- هي عشق آهه الڏر ۾، نيئون نه رل ٽڪر ۾
ڪر جلد من مندر ۾، درشن تنهن جي در جو.

## راڳ تلنگ ڀڄن ٦-

ٽل- سڄ سمجهه سڄڻ پيارا، شري رام نام رٽ اون
شري رام ڪي رني لنعه، پاپن جي پاڙ پٽ لون.

١- سنسا سيئي مٽائي، وشواس ڪي وڌائي



ڪِل پالڊ ڪِهيءَ پائي، سر ساڌ سنگت سٽ لون.

٢- پڙهه پڙهه پنا گسائين، هردي نه لون هندائين
سٽ شبد پڙهه سدائين، من جا خيال مٽ لون.

٣- جيڪو ڪري ڀرائي، تنهن ساڻ ڪر ڀلائي
چڏ هرش شوڪ پالي، ڪنهن کي نه جاڻ گهٽ اون.

٤- ساڌ و ٿئين سنياسي، رهه جڳت کان اداسي
ڪٽ واسنا جي ڦاسي، جيءَ جوڳ ساڻ جٽ لون.

٥- ڏن ديهه مان ناري، ڇڏ آش تنهن ساري
ڪر گيان ڪڻ ڪٽاري، جڳ جال کي نه ڪٽ لون.

٦- پيءُ پريم جو پيالو، الٽه جو ڪول ٽالو
دل مندر ڪر اجالو، پاري وويڪ وٽ لون.

٧- ليئون ٿئي لڳائي، پس پاڻ جهالي پاني
من جي خودي مٽائي، ڏس برهم سرو گهٽ لون.

## راڳ تلنگ ڀڄن ٧-

ٽل- مرلي موهن جي ستڪر سٽائي،
بدن جي برج ۾ واڄي مون وجائي

١- سوين هزارين سکيون سٽن ليون،
دم دم ڏيان ۾ ڀلٽيو پون ليون
وسريو ٿن وهنوار رهي ڪل نه ڪائي.

٢- ٻري جن ڀڏڙي آهيو ٿن آرام
گهمن گولڪن جيئن پائي گهٽ ۾ شيام
ملي من موهن سان ملي ڪن سي وائي.

۳- وشنو مهيسر ڪرشن اچاري ،
برهما بسيءَ سان پڙهي ويد چاري
ديوي ديوتا سيوا ڪن سدائين.

۴- ٽيڻون لوڪ ٽيئي جن لا سڀئي ،
سڀ سد ڪرن ري ڪنهن کي نه پتئي
جني جاپ دم سان پالي مون صفائي.

## راڳ تلنگ پد- ۸

ٿل- سليمان سچو ڪنهسان - الدر جون نه آهون
ايسر پو اڇن لسون مجهان درد دالهون.

۱- پون پوُر پل پل - پرين جي پسڻ جا
الن لا نه اڌما - الهن جي ڏسڻ جا
پچان روز پتئي ڪهون نه راهون.

۲- لکل آهه جهوري - جگر جنبوي
طلب آهه تن ۾ - هميشه لئي جي
پچان لي پسڻ لاءِ - سڄڻ ڪان صلاحون.

۳- ڪڏهن ميل ٿيندو - لئي ساڻ منهنجو
ڪندس مان نه روئي - سڄو حال پنهنجو
جني جي اڇڻ لاءِ - سکيون ٿم سڪائون.

۴- ڪهي ٽيڻون دمر دم - پرين لاءِ پڪاريان
اچي ڪين آرام - ليڻين لهاريان
ملن شال مولڪي - سٽي هي سداهون.



## راڳ تلنگ پد- ۹

ٿل- پڙهه سو پيارا آد ساري ،
لپا ويد جنهن مان پراڻ اتاري.

۱- آلي سو عجائب اڪر آد سوهم ،
جنهن ۾ سمايل الي ايڪ اوتم
جپج جاپ ٽهنجو ڪرن جي سهاري.

۲- گٽن ۽ لعن مان پدن کي اٿالي
رکي ڪل قدر کي پون سان هلالي
رهي پاڪ ٽهن ۾ سچن کي سدياري.

۳- آلي آلما سڀ سمجهه ٽون سچالا
جولي هن جگت ۾ پلي پيا ديوالا
چڙهي آش جگ جي ڏسج ٽن وچاري.

۴- ٽيڻون ٽيءَ سان لهج لعل ذالي
هر هر هردي ۾ پرين پاءِ جهالي
پسج پاڪ پنهنجو سچي جوت پاري.

## راڳ تلنگ پد- ۱۰

ٿل- وڄهي سڄڻ سان وڃي پاڪ پنهنجو جو لاس ڪرين لو

۱- سڄڻ پرڻ جيئن پراڪاري ء
پرمي پيورا ولن بهاري
ڏسي گلن جو ليپر پولي جيان چو پاڪ چرين لو.

۲- سڄڻ واسيگ سچڙا پالين ء
لن سان وڙهي چو ولس وچالين

ڪٽنب پروڙي ٻمر، راهه ڇڏي ڇو جهڳڙا مڙين ٿو.

۳- چور چون سڀ اهي سوڀرو، آلا ٻرو

قربون ملڪ کي هجي

رکي ٻيڪند جو ٻمر، پاپ ڪري ڇو ٻيت ٻرين ٿو.

۴- ڪهي نيمون ڦل ٻر لکيم پائين،

ٽلي هن نه ٻاڄ نه تو سمجهائين

سڀ سدا ٿرو ٻر- ٿردوشن ڇو دوش ڏرين ٿو.

## راڳ ٿلنگ ڀڄن ۱۱-

ٽل- من ٻيهڙي کي مار- من ماري ٻام مڪس ٻماري.

۱- من هاليءَ جمئن مست ڦري ٿو-

ٻوڳن جي ڪڏ مالهه ڪري ٿو

ٻوڳن کان من وار- گيان ڪنڍي جي شڪتي ساري.

۲- سوان ابرابر من هي آهي- ٻوڳن ۾ اسم ٻٽڪا ڪالي

ٿرشٽا من جي ٽار- وهسراڳ واري ورتي ڏاري.

۳- سرب ابرابر آمن ڪارو- ٻوڳ زهر سان ٻرٻل سارو

من جي زهر ٻهورهار- گرمنتر سان سرتيءَ چاڙهي.

۴- مرڪٽ سر من چنچل ٻاري-

اهي نٽي لا ڪري ڪراري

من جو لاڄ لوار- وٻدن جي تون اڪس وٻجاري.

۵- ڪهي نيمون من ماري جوئي-

ٻورڻ ٻڌ کي ٻاني سوئي

وڃن اهو وٻچار- ڏاري شرڌا ٻڳيم اداري.



## راڳ ٿلنگ ڀڄن ۱۲-

ٽل- ڌرم سدائين ڌار، ڌرم ٻيهڙي کان منهن نه موڙ.

۱- ڌرم سدائين آ ايشور جو، اه ٻٽاٻل ٿئي ڪنهن نه جو

ڌرم سدا سکڪار، ڌرم ٻيهڙي سان جيءَ کي جوڙ

۲- ڌرم سدائين ورڻ جيئن جاڻو، ايا ڌرم سڀ ڌار ٻچاڻو

ٽنهجو ٿيءَ رکوار، ڌرم سدائين کي نه توڙ.

۳- ڌرم سدائين آه آنادي، پارسه ديش ٽنهن جي ڪادي

ٽنهسان ڪر تون ٻيار، ڌرم مٿان تن من ڌن گهور.

۴- ڪهي نيمون سر سختمون سهه تون،

ڌرم ٻيهڙي ۾ استت رهه تون

هردم ٿي هوشيار، غافل ٿي نه ڌرم کي ڇوڙ.

## راڳ ٿلنگ ڀڄن ۱۳-

ٽل- ٽنهجو ڪل ٿئي ناس- سنتن سان جو ويرو وهائي.

۱- ٻاني سرڳ سدي راڄالي-

لهش رشين جي دلڙي دکالي

سرپ جوڳ ۾ واس- ڪيو رشين کان ڏولي ڪٽائي.

۲- سگر سٽن وڃي سڀ ستايو-

ٻر لکيم ٻيهڄو ڪيتو ٻسايو

جلي ٻسمر ٿيا خاص- ڪرودڪ ڪپل جي ڇڏن جلائي.

۳- دروسا سان هاسي ڪيڙي-

سري ٽني جي حالت ٿيڙي

ٻادو ولس وناس- ٿيڙو سڀ سراپ کي ٻسائي.

٣- سڄڻ کي جو مڙس سڏائي - تنهن سو سرواس وڃائي
پڙهي ڏسو اتهاس - راوڻ وڃو ڪل ناس ڪرائي.

## راڳ تلنگ پڄن ١٤-

ٽل- اڪ اکوئي راس، ڪر تون پنهنجو پاڻ وڃائي.
١- اڪ دنيا کان جان ڇڏائي، اندر مک ٿي من اڻائي
الي ولبج اڪاس، جاڻي لوڪن جو ڌڙ ناهي.
٢- ستگر جو تون شبد ڪمائج، هردم ۾ ساهو لڳ هلائج
وجهه نا وچ وسالد، ڇڏ ج شبد ۾ سرت سمائي.
٣- اُلڪ واري پڇن وڃائج، اُهڪ واري جوت جڳائج
سن ۾ لاءِ سمادي، من جا ڦرڻا سڀئي مٽائي.
٤- ڪهي ٽيڪون ڪر نئين اڪر ۾،
ڇڏج مسلائي خيال ڪنهن ۾
ميٽي سڪل اپاڌ، پاڻ ۾ ڇڏ تون پاڻ ڇپائي.

## راڳ تلنگ پڄن ١٥-

ٽل- مون تون واري مام- سهي سڃاڻج قلب ۾ قاضي.
١- لڪيءَ خفيءَ سان لهن لڳائج-
سريءَ روحيءَ ۾ سرت سمائج
ذاتيءَ جو پيءُ جام- رمز الهيءَ ۾ رهه تون راضي.
٢- سبق شريعت وارو پڙهه تون-
طريقت جي چاڙهي چڙهه تون
هٽي حقيقي حام- معرفت ۾ ڪر تون نيازي.
٣- عمل حق جو هڻ تون نعارو-



مرشد جو هي سمجهه اشارو
نوڙ دليءَ جو دام- گهڙ الهيءَ ۾ گهڙ تون غاضي.
٤- تنهن عشق حقيقي لائج- لائي لهن سو نوڙ نڀائج
رهه تون مست مدام-: ڪهن ڪمائج عشق مزازي.

## راڳ تلنگ پڄن ١٦-

ٽل- وڃان گروءَ تان گهول-
جيءَ منهنجي کي جنهن نه جيئارو.
١- هردم مون تي مهر ڪري سو-
مشڪل ۾ پئي ڪو نه پري سو
ڪري پنهنجي ڪول- پار لئه پالو جنهن نه پيارو.
٢- اوکڙ منهنجا ڪٽي ويچاري-
هردم پنهنجي گود ٻهاري،
ڏيئي نام امول- چيول ڇمت کي جنهن نه سڌارو.
٣- ڪهي تنهن گر تان ٻلهاري-
لعل دلڙي جنهن آ لاري
ٻولي مٺڙا ٻول- ڪارج منهنجو جنهن نه سنوارو.

## راڳ تلنگ پڄن ١٧-

ٽل- منهنجو مائي مکان، عرش فرش کان آهه نيارو
١- اهڙو سروپ آهي جوئي، پر گهٽ گيان وگيان
سهي ڪيو مون سر ۾ سارو.
٢- ٻاليءَ جي جمت ٻولي ناهي، آهي هڪ پڳوان
نام روپ سڀ جڳت پسارو.

۳- جيڪو پرهم جو ڀيد نه جاڻي، هڪ چڱن پرڌان
لاهه ڀرم اگيان اڌارو.

۴- کهي ٽيئون جنهن سچ چيد لاهي، ساڪي آهه سڄاڻ
الڌر ٻاهر جنهنجو اڄارو.

## راڳ تلنگ ڀڄن ۱۸-

ٿل- پنهنجو ڪر ديدار- پل پل هردي جهالي ٻالي.
۱- ولهن اقرب ڪان ٿي وڇڙو- ولي نه آهي وار
ٻاڻ ڪي ٻس ٿون ٻاڻ وڃائي.

۲- صورت بصري ملڪي حقي ڪر-
ذاتيءَ سان اظهار،
روحي ذڪر سان رمز رلائي.
۳- جو مالڪ آ سڀ گهٽ مالهڻ- جڳ جو سرجڻهار
تنهن سان رهه ٿون خيال ملائي.
۴- ٽيئون نبي ڏيئي وحدت ۾- ڪيو ٿون غير غبار
عمل حق جو ٿاد وڃائي.

## راڳ تلنگ ڀڄن ۱۹-

ٿل- جڳت ۾ چال چڱي جو چلي-
پورڻ سک کي ٻالي سوئي
دک درد سڀ دلي.
۱- مرم شرم سان لت ڳالهائي-
ٻاپ ڪرم ۾ ٻمر نه ٻالي
ٻاڻ وشيہ ڪسان ٻلي.



۲- شيل سنتوش صبر ۾ گهاري-
ديا ڏرم کي دل ۾ ڌاري-
سورڪ من کي ملي.

۳- سنتن مان گڏ گيان ٻرائي-
سيوا سمرڻ سان دل لائي-
هت سان هر ڏي هلي.

۴- کهي ٽيئون مري جيئري جوئي-
امر جڳان جڳ اٺجي سوئي-
چوٽ نه جم جي جهلي.

## راڳ تلنگ ڀڄن ۲۰-

ٿل- ڪر من ديڙ نه هر سمرڻ ۾-
موت متي ٿي ايتو آهي- وقت وڃاءِ نه ڪمن ۾.
۱- پوڄ دنيا جا جولا آهن- ليڪ ڪنهن سان هرگز لاهن.
اچن وڃن ڇڻن ۾.

۲- اليڪ اڪڙون ڏس ٿون ڪولي-
آتم لعل کي لهه ٿون ڳولهي-
ديد لڳاءِ دمن ۾.

۳- کهي ٽيئون ڪر شبد ڪمائي-
الڪر مڪر ٿي جهالي ٻالي
ٻيل رهيج ٻڃن ۾

## راڳ تلنگ ڀڄن ۲۱-

ٿل- مدهڪا من ٻاٻن ڪان ٿيءَ ٻري،

پاپ پاپيءَ جي پاڙ پٽي ٿو، ڏس ٿون ڏيان ڏري،

١- راوڻ پاپيءَ پاپ ڪمايو، انهه سمي ڏايو ڀڄايو
سارو پنهنجو ونس وڃايو، ڏيڙو گهر نا ٻري .

٢- ڪنس پاپيءَ پاپ ڪمايو، ڪايا مايا مان وڃايو
انهه اکين مان نير وهايو، ڪوئي پند نا پري .

٣- دريوڌن ٻي پاپ ڪمائي، ڇڏيو پنهنجو راڄ رلائي
مرڻ مهل ۾ سو دک پائي، وڙو هٿ هٿ ڪري .

٤- پاپ ڪري جو جگ ۾ ٻاري،
ڪهي نيڻون لڳي ٿنهنجي خواري
روئي هٿ هٿ زارون زاري، ڦر ڦر جنمي مري.

## راڳ تلنگ پڄن ٢٢-

ٽل- ستگر ڏي چرڻن جو موڻ ڏيان-
آس رکي مان من ۾ آئيس- نام سندو ڏي دان .

١- ستگر آئيس تو در سوالي- داتا موکي ڇڏ نا خالي
مالڪ ٿي مهربان .

٢- ستگر تنهنجي سيو ڪمايان-
من پنهنجي جي ميل مٽايان-
غيرت ڪيئي غمان .

٣- ستگر توکي روز ڏسان مان-
صورت تنهنجي اندر پسان مان
ايهو ڪر احسان .

٤- ڪهي نيڻون ڪر جوڙ ارداسا-



سورڻ ڪر ٿون منهنجي آسا
آتم جو ڏي گيان .

## راڳ تلنگ پڄن ٢٣-

ٽل- ستگر تنهنجي درشن سان دل ٺري،
درشن سان سڀ پاپ مٽن ٿا، درمت منجهي ٽري

١- ستگر تو در آچن سوالي، مور نه موٽن سيئي خالي
ڪارج تن جو سري .

٢- ستگر تو در ٽهل ڪمائين، چار پدارٿ سيئي پائين
ڀاڳ تنهنجو وري .

٣- ستگر تنهنجو نام جڀن جي، لڙڪ اکين ۾ ڪين ڇپن سي
جم ٻي تن کان ڏري .

٤- ڪهي نيڻون سڻ ستگر سوامي-
هيڻن جو تون آهين حامي
شرن پيو سو ترئي .

## راڳ تلنگ پڄن ٢٤-

ٽل- سرليون منهنجو سگر ستن سان لڳي-
ليهن لڳون مون ڪين ڪي لالو-
سڀ چنتا ڪان هو اڄي .

١- الک اصل جو لکيل آهي- ڪير سگهي نا ٽنهن کي ڊاهي
لوڪ ٻالمي ٿيو وڃي .

٢- ستن ائنهو ڏن آ جوئي- ڪاڏي حرچي ڪتي نه سوئي
لڳ نه ڪوئي لڳي .

٣- من الله رام جو ونگ هڻائي- سنتن سار ڏنو سمجهائي
جهلمل جوتي جڳي.

٤- سنگ سنتن جو ڪين ڇڏيندس -
نيڻن من تن ساڻ گڏيندس -
پولدس تن جي پڳي.

## راڳ تلنگ پد ٢٥

ٽل- سنتن مان سوني پريمي ڪٽي -
جو تن من جو مان مٽائي- سو سنتن ۾ سڄي.
١- ڪل ڪٽمب جو موهه هٽائي-
شردا سان لئه لهل ڪمائي- ڏکه ڏسي نا هٽي.
٢- پاڻ اڪائي ڪڏهن نه پنهنجو-
اوگڻ ڪين ڏسي اٽي ڪنهنجو- پاڙ پاپ جي پٽي.
٣- ٿرلا من جا سيٽي گهٽائي- ڪٽا ڪرمن سان لئو لائي
رام نام کي رٽي.
٤- کهي نيڻن جو پريتي پائي- آخر ٿانئين لوڙ ليائي
مٺڙو ڪڏهن نه مٽي.

## راڳ تلنگ پد ٢٦-

ٽل- جڳ ۾ جيو جهڙا ڪرم تو ڪري،
پوکي تنهنجي ڦل کي سوني، روني پاوين رڙي.
١- جڳ ڪرمن جي کيتي آهي، جو جا پوکي سو سا ڪاڻي
ٿاري ڪين کي ٽري.
٢- ڪرمن سان هر سرشٽي رچائي،



پوکي جهڙو ڪرم ڦل پائي،
ڪرمن سان جمي مري.
٣- پنج ڪرم آهي سکدائي، پاپ ڪرم آهي دکدائي
ڏس ٿون ڏيان ڏري.

٤- نيڻون ڪرم سنگي آ سڀ جو،
سڀ ڪرمن سان هٿ ڪر پنهنجو
جنهن سان پيڙو ٽري.

## راڳ تلنگ پد ٢٧-

ٽل- جيڪو جن پڀوس جي پڄ ڪري،
ڀؤ ساگر مان پيڙو تنهنجو- پل ۾ پار ٿري.
١- پڀوس پڄ جو من ۾ ڌاري،
سو جن جڳ ۾ سک سان گهاري، ڪنهنکان ڪين ڏري.
٢- پڄ وارو تر اپڄ رهي ٿو،
پڄ ان تر سڀ سور سهي ٿو، هر هر جنمي مري.
٣- پڄ وارو تر خطا نه ڪائي،
پڄ ان ڪيٽي پاپ ڪمائي، ليکو جم جو پري.
٤- کهي نيڻون رکه پڄتا من ۾،
حاضر جاٽي هر گهر ان ۾- پڄ ڪان ڪي نه ٽري:

## راڳ تلنگ پد ٢٨-

ٽل- تو رام الله ر ۾ وسي وسي،
ڪوني پريمي تنهن کي پسي پسي.
١- سڀ جي هردي ۾ هر آهي، مولي ڏسي نا جهالي پاڻي

هرجن ڏسي لو هسي هسي.

٢- ٻوهه رسن ۾ مورڪ ڦاسي،

ڪون ڏسي ڳوٺ ڪهت جو واسي

وشه ولس منه ڪسي ڪسي.

٣- سدهن سنگ ۾ هوگن ڳالي، هرجن هردي رام راڄهائي

موهه ڦاس لسا ڦسي ڦسي.

٤- ڪهي نيئون جو ٻاڻ پڇاڻي،

موج آلسعي سولي ماڻي

دٻش اگر سو رسي رسي.

## راڳ ڏلنگ پڌن ٢٩-

ٽل- جهالي الله ر ۾ پاء ٻرهم. شبد ۾ سرت سماء ٻرهم.

١- ٻس ٻرپوءِ ڪي پهنجي چولي.

اکڙ اون ڪولي. الله ر قولي

اليڻ جوت جڳاء ٻرهم.

٢- لهه لعاڻ ڪي لڱ سان ڏوري.

ڪهڊ ٻا ڪوري من ڪي موڙي

جڳ ڪان ٻرامه هتاه ٻرهم.

٣- وت ٻرپوءِ ڪي ٻاڻ ۾ جاڻي.

صاف سڃاڻي، ٻاڻ پڇاڻي،

روهه ۾ رام رڄهاء ٻرهم.

٤- ڪهي نيئون لهه درشن پائي.

لرت ملائي. سهج سمائي



الهد لساد وجاء ٻرهم.

## راڳ ڏلنگ پڌن ٣٠-

ٽل- جاڳ اٿي لون جاڳ پيارا، ماڻ لون پهنجو ماڳ پيارا.

١- وشه وڪارن ڪي ڇڏدا چڏ. ڪمال مندا چڏ.

ڪر ۾ گندا چڏ.

ڏار ووهڪ وترائڳ پيارا.

٢- هته آلهن لون وڻج وهاڻڻ - سچ ڪمائڻ. ڏير وڏاڻڻ

راهه سچيءَ ۾ لاڳ پيارا.

٣- هي جو ڏسهن لو جڳت لطارو. ليندو سارو.

ڪوچ ٻسارو.

جيئن گل جو باغ پيارا.

٤- ڪهي نيئون چڏ لڌ لياڳي - غافل جاڳي، ڪري سجاڳي

ڪولج پهنجو ڀاڳ پيارا.

## راڳ ڏلنگ پڌن ٣١-

ٽل- لو سان سنگر ليندو ساڻي،

ڀڙهه ٻورنر سان لنهنجي ڀاڻي.

١- غفلت جي چڏ لڌ هتائي، من پهنجي جو ماڻ متائي

رڪ لو ڙمه ليءِ لسائي.

٢- لام گرن جو ياد ڪري لون،

اگڻ پهنجو آباد ڪري لون،

وت جاڻ الک جي جاڻي.

٣- ڪهي نيئون ڪڻ گو ٻدد ڳائي.

رام ڀيڻيءَ کي وٽ رچائي،
بيءَ پريم سچي جو پاڻي.

## راڳ تلنگ پدن ٣٢-

ٽل - سچو سنتن جو ستسنگ آهي.

١- سنتن ۾ امرت ورسي، گرمک چاترڪ پي پي هرشي
اهو الله جو انگ آهي.

٢- سنتن جو آه ٻول امولو، ٻول ٻڌي ڪر سڦلو چولو
تنجو وچن انڱ آهي:

٣- سنتن جي رج جو سر لائي، تيرٿ جو ڦل سوئي پائي
اهو پاپن جو ڀنگ آهي.

٤- ڪهي ٽيئون جي سک کي چاهيو،
سنتن سان گڏ هر گڻ ڳايو،
رام سڌو جنم رنگ آهي.

## راڳ تلنگ پدن ٣٣-

ٽل- گرو آسيس ڪر موليتي، وٽان ڪُٺ گيمت ڳائيندو
جني هر جو ملو لالو، وٽان تن کي جهائيندو.

١- سدا لشڪام لي من ۾، ڪيان پرچار مان سچ جو
پريم وارو پيالو پي، وٽان تن کي پيائيندو.

٢- سچي ويراڳ کي ڌاري، رهان دنيا کان فارق مان
ڇني سنسار ٻنڌن کان، وٽان تن کي ڇنائيندو.

٣- سچي وشواس ڀڳتيءَ سان، ڀسان ڀيڻيءَ نه ٻرهوءَ کي
ملي جڳديش سان جڳ ۾، وٽان تن کي ملائيندو.



٤- ڪهي ٽيئون جني سوهم، ڪيان اڄ ڏيو جو درشن
لکي سروپ آتم کي، وٽان تن کي لکائيندو.

## راڳ تلنگ پدن ٣٤-

ٽل - سڻو هي پريم پنٿ جو حال.

١- شان وڃائي مان گنوائي- جهنگل جبل گهر گهٽيون گهمائي
ڪري ڀڪاري ڀيک ڀنائي - ايهڙ ڪري بيحال.

٢- ٻيهڙ ٻلائي موهه مٽائي - لسنگ لڄ نه ٽوڙ ٽٽائي
يار ٻڌڻ جو خوب ڪٽائي - ڪولا ڪري ڪو خيال.

٣- راڄ ڇڏائي تاج ڇڏائي- هوش عقل کي ترت اڏائي
لاڄ لٽائي لاڄ لهائي - الله رڏي نه اڇال.

٤- ڪهي ٽيئون جيءَ جوش جڳائي -
دردن جو دل دولهن دکائي
ليڪن جي ٽو لذت ڦٽائي - اهو سنڌس احوال.

## راڳ تلنگ پدن ٣٥-

ٽل - طالب ڏسجانءِ ڏيل ۾ ڏوري -
پره وارن جي بستي ٽون.

١- صورت بصري سهي ڪر ساري،
ملڪيءَ ۾ خود ملڪ لهاري
حق جي ماٺيج هستي ٽون.

٢- ذاتيءَ سان ڏس جولي ٻاري،
روهيءَ خفيءَ سان خيال اُجاري
نفس نفيءَ ڪر استي ٽون.

٣- وحدت ڪسرت صاف سڃاڻي،
سرءَ سر سو لور پڇاڻي، ماڻ الاهي مستي ٿو ن.

٤- ڪهي نيڻون ڪر سرت صفائي،
دم جي مالا سور سدائين
الله ياءِ الستي ٿو ن.

## راڳ تلنگ پد ٣٦-

ٽل- محبت جي ميدان اندر ٿون - ٻرجهي ڀاڳ ڀير ادا
١- هردم هل ٿون وات هيٺائين، متان سڌائين سير ادا.
٢- مٽن جي مجلس ۾ وهي، من ماري ڪر ٻير ادا.
٣- عشق اڏيءَ ٿي ڪامل ڪسجي، ٿي ٿون مرد دلير ادا.
٤- ڪهي نيڻون سر ڪر ڪي ڏي ٿون،
ٽڪي سور هيه شير ادا.

## راڳ تلنگ پد ٣٧-

ٽل- عشق عجيب اڏڻ مو ن آيو، ٻره ڪٽي ٻرسات اد ٻو ن.
١- محبت من ۾ موج مچائي، طلب رهي ٿا ٿاس ادٻو ن.
٢- لوڪن ڪان ٿي ٻاڻ لڪايم، عشق ڪيو اسباب ادٻو ن.
٣- عشق آئي ڪيو داخل موتڪي،
جتي ڏيهن نه راس اد ٻو ن.
٤- ڪهي نيڻون سر صاف سڃاڻم،
مڪم ٿي محلات اد ٻو ن:

## راڳ تلنگ پد ٣٨-

ٽل- ٻڌهڻي ٻاڻ سڃاڻڻ خاطر- مايا ڪان منهن موڙج ٿو ن.



١- لوڪن جا لاڳاپا لاهي- خيال خمر ڪوڙج ٿون.
٢- سڀ ۾ هڪڙو ساڄن جاڻي-
ڀائي من جي ٻوڙج ٿون.
٣- وڙهي ورق دليا جا سيڱي-
جيءُ جالب سان جوڙج ٿون.
٤- عيدل حق جو ماري لعارو- نيڻون ٻڌن توڙج ٿون.

## راڳ تلنگ پد ٣٩-

ٽل- رام پڙهن ڪر ٻيڪ نه جڳ ۾- جو لوٿي سنسار ٻدا.
١- رام پڙهن ٻن سنگ نه ڪوئي- مطلب جو ٻروار ٻدا.
٢- رام پڙهن ٻن شالت ملي نا- هيلا ڪرين هزار ٻدا.
٣- رام پڙهن ٻن آهي جڳ ۾- منش جنم ٻيڪار ٻدا.
٤- ڪهي نيڻون ٻي ڪار چڏي ڪر-
رام پڙهن سان پيار ٻدا.

## راڳ تلنگ پد ٤٠-

ٽل- سنت سڃا سنسار ۾ هردم-
من جيتي سک پائن ٿا.
١- اندر ۾ سي پارس آهن- ٻاهر لوه سڌائن ٿا.
٢- سالڪ ٿي سر صاف سڃاڻي- ٻڌهڻو ٻاڻ ڇپائن ٿا
٣- آد جڳادي عين روپ سي- عين پاڻڪي پالڻن ٿا.
٤- ڪهي نيڻون سي ڳجهه جون ڳالهيون-
ٻن ڪي ڪين ٻڌائين ٿا.

## راڳ تلنگ پدن ۴۱-

ٽل - مدمڪ مَن ۾ گولا ڪالي - ڪو نا ڪرم ڪمائي ٿو.

۱- سچ کي ٺاڳي ڪچ ڏي ڪاهي،
مورک مور وڃائي ٿو.

۲- پر نندا جو ڀڃجي سر ٿي، ڀاري بوجهه الائي ٿو.

۳- من جي ٻنيا هلي هميشه، جڳ ۾ ڇوٽان ڪالي ٿو.

۴- کهي ٽيئون ٿي ٻيمڪ گر ڪان، مالش جنم گنوائي ٿو.

## راڳ تلنگ پدن ۴۲-

ٽل - جهالي پالي پاڻ ۾ پيارا، پريتم ڀڃجو پائيج ٿون.

۱- گر مورت ۾ ٿرت ملالي، سر ٿي شبد سمائيج ٿون.

۲- منٽو مڪ سان هردم ٻولي،
سڀ سان پريم وڌائيج ٿون.

۳- ڪام ڪروڌ ڪري وس ڀڃجي،
پاپ ڪان پاڻ بچائيج ٿون.

۴- کهي ٽيئون هٿ ڇڏي هٺ جو،
ٽٽرمع سان ٽيهن لائيج ٿون.

## راڳ تلنگ پدن ۴۳-

ٽل - پريتم پربهو سان ڪر پيار -
سدا ڪر سچ جو ٿون وهنوار
پلالي ٽڌهن ۾ ٽڌهجي آ.

۱- جڳت ۾ هر ڪو آ مهمان - سڄڻ ڪر جولو نا ايمان
سمجهه هي سپني جو سنسار - سمر ٿون رام نام ٿرڌار.



۲- ڪتمب سڀ ڪوڙو ٽئي ڀالي -
ٽهين سان پريت نه رک ڀالي
سمجهه هي مطلب جو پروار -
ڪري سنگ سنتن جو ڪڻ سار.

۳- مسالج ممتا ٿون من مان -
ڪڍي ڇڏ ٽمنا ٿون ٽن مان
برهم جو چنتن ڪر هروار -
پلالي ڇڏ جڳ جو جنسار.

۴- ڇوي سچ ٽيئون ٿو ٽوڪي -
پڄن سان پاڻ وٽج موڪي،
پڄن ٽن جيون آ بيڪار - سمر ٿون ساڪي سرجن هار.

## راڳ تلنگ پدن ۴۴-

ٽل - ولي ٿون سٽگر ڪان سٽ گيان -
ڌار ٽج آتم جو ٿون ڌيان -
جهين مان موڪشه سڀو پائين.

۱- ڇڏي ڏي مايا جي ٿون آس -
ڪٽي ڇڏ موهه ممت جي ڦاس
سمر ٿون سواس سواس ڀڳوان -
سدا ڪر گوبند جا گن گان.

۲- ڪتمب جو ڪوڙو آ ٽالو - جهين سان ٽهين آلي لا ٿو
سڀو هڪ ٻر ميٺو ڀهچان - ٻو ٽئي سنتن سنگ ٻرڌان.

۳- کهي ٽيئون جو سٽ ڪرتار -

توهان سان هر دم رکه گون پيار،
ڇڏي ٿي من ۾ ان جو ايمان.
کري وس ٻڌهجو ٿون ڪليان.

راڳ ٽلنگ ڀڄن ۴۵-

ٽل- ساڃن دم ماري ويهه دم ۾،
دم اندر جو دم ٿو ٻولي،
راض ڇپيل ٿي ان جي اولي،
سڌ سمجهه ٿون ڪن اهي کولي،
خيال نه ڏي اهي ڪرم ۾.

۱- دم دم ۾ دم جو هي دم ٿي، دم ٻنا ٻيو خالي ٿي
دم ۾ ٿئي سڀ سرشت ختم ٿي، ڪوڙ ج خيال ختم ۾.

۲- دم ڏيک ۾ دم ٿي جولي،
دم سڀ اندر دم ٿي مولي
دم ٻنا سڀ آهي ٿولي، چت نه لڳائجه ڇم ۾.

۳- دم ۾ ٿي اسرار سمور، تيئون دم کي سمجهي سور
جنهن کي مليو ستگر پورو، دم ان گهار نه غم ۾.

راڳ ٽلنگ ڀڄن ۴۶-

ٽل- ڪرم جي رکيا مٽي نا. جا لکي ڀڳوان کي-
ٽڪ واري جي نه پل ڪا. پليل هي انسان آ.

۱- ڪرم ڪهڙا ٿي ڪري ڪر. جيو مالش جوڙ ۾
ليک تهن موجب لکي ٿو. لکڻهار سڄان آ.

۲- جتن ڪهڙا ٿي ڪري ڪو. ڪرم ٽارڻ واسطي



پر ٻنا ڀوڳي ٽري نا. ڪرم اهڙ بلوان آ.

۳- ڪرم لوهي ۾ لکي ڪو. ۽ عرش پاتال ۾
ڪرم ڀوڳڻ ان ڇٽي نا. ويد جو وکيان آ.

۴- ڪهي تيئون جنهن مٿان ڪو. سمت ڪرپا ٿو ڪري
ٿئي ڪٽ وسوري ۽ مان تهن ته. وچن هي پرمان آ.

راڳ ٽلنگ ڀڄن ۴۷-

ٽل- جڳ بازيگر جي بازي، ره تهن ۾ رڌ نه راضي.

۱- بازي ۾ چت ڪين ڦسائجه، بازيگر سان پريت لڳائجه
جڳ ڇڏي جڳديش مٺائجه،
ڪري اهڙي پهر ٿون آزي.

۲- بازيگر ڀڳوان ٻلائي، بازي ۽ سان جو خيال مٽائي
جنم اموڪ سو نه رلائي، سهي جنم مرڻ جي ٽاري.

۳- بازيگر هڪ باغ اٿائي، تهن ۾ وڻ ٻوٽا ڇائي
جهڙ ڪري جو تهن کي پائي،
ڪري سڀڪو تهن کي نيازي.

۴- ڪهي تيئون سو مالڪ آهي، بازيگر سان جو دل لائي
سڀڪو تهنجي ڪرم سڀائي،
ڪئي ڪنهنجي سو نه موٽاجي.

راڳ ٽلنگ ڀڄن ۴۸-

ٽل- ڇڏ من ٻڌهجي کي ماري، اڳي ستگر جي ٿون ٽاري.

۱- بالد ڄڻ من ڇنچل آهي، تهنجو روڪڻ مشڪل آهي
گرپوري ڪان انکل پالي،

٣- ڪهي نيڻون ھر لام اڇارج، لهڪو جم جو ترمت لوارج
ڀنهنجو مالڪ جم سڌارج، پالڻ پڻ سڪاري.

راڳ تلنگ ٻيڻن ٥٢-

ٽل- جم جي ڦاسيءَ کان نه ڇڏائي، گيان گيان گيان.
١- ٻنا گيان جي موهه نه ٽٽندو.
لکي جڳ جو ٻنڌن ڇٽندو -
موهه ممت اگيان مٽائي - گيان گيان گيان.
٢- ٻنا گيان جي شانت نه ايندي.
لکي لپت اندر جي ويندي
ھردو شيتل شانت ٻٺائي - گيان گيان گيان.
٣- ٻنا گيان جي مکت نه ملندي.
لکي اوديا جي ڳنڍ کلندي
ڪهي نيڻون تو مکت ملائي - گيان گيان گيان.

راڳ تلنگ ٻيڻن ٥٣-

ٽل- آئي ساجهر جاڳ سويرو؛
او ٻندا! آئي رام جپڻ جو ويلو.
١- اهڙو وقت وري نا ملندءِ؛ ڇو تون ھٿون وڃائين
ٻوڳ رس ۾ پورا پلجي، ٻوءِ متان پڇتائين
ڪر مالڪ جم سهيلو.
٢- ڪوڙ ڪپٽ ۽ ڪپڙا سان، تو موڪه مايا جوڙيا
سنگر سڄڻ ايشور کان تون، ڇو تو منهڙو موڙيا
هلي ساڻ نه تو سان اڌ پلو.



٣- لوري جيڻ خاطر جڳ ۾، ڇو تو پاپ ڪمائين
پاڻ جو ٽل دک لئي ڏاڍو، سوچي ڏس من مالهين
ھڻان وينداڻ رڪندو اڪيلو.
٤- لوڪ ٻنهن ۾ سک جي چاهين، ڪر پرڀوءَ کي پيارو
ڪهي نيڻون من ٻنهنجو ماري، پائج موڪش دوارو
من موهن سان ڪر ميلو.

راڳ تلنگ ٻيڻن ٥٤-

ٽل- ڪر ايشور جي تون ڀڳتي - او ٻندا،
ڇڏ وقت نه ائين وڃائي.
١- مالڪ ڇولو هريءَ ڏنو ٽي - دئو جهين کي چاهن
چوراسيءَ کان آئم جنهن ۾ - سڀ الڳ سنڌ آهن
پاءِ گيان جي لنهن ۾ شڪتي.
٢- ڪتا ڪيڙن سٽيج ڪين سان - مڪ سان هرکڻ ڳائي
اکين سان ڪر درشن هر جو - سواس شبد ۾ لائي
سک جوڳ سندي تون جڳتي.
٣- ٻيرن سان هل ساڌ سنگت ڏي -
ھٿن سان سيو ڪمائي
چت ۾ چنتن ڪر چيتن جو - پڻ ۾ استت پائي
اها ويدن جي آهي اڪتي.
٤- ڪهي نيڻون جي جيڻ چاهين، جيئج من کي ٻيا
ٻوچڻ چاهين ٻوچي آلسر - پائج پڻ لبر ڏا
لئي جڳ ۾ جيون مڪتي.

## راڳ تلنگ پڇن ٥٥-

ٽل- ستگر جي دواري، هل پريم سان پياري
شردا سان ڪري شيوا، وٺ جنم سڌاري.

١- گرديو ڪرپالو، الي ديِن ديالو-
جو شرڻ ۾ اچي ٿو تنهن تار مان تاري.

٢- ستگر جي ملي واڻي، امرت جي آ کاڻي-
پڙهه پاو ! ڀڳت سان سنسن کي لواري.

٣- ستگر جو سندر درشن، ٽن من ٿو ڪري پرسن
دک درد سب مٽائي جو ڌيان کي ڌاري.

٤- ستگر ۾ پريم پورو، کهي نيئون رک سمورو
پاءِ موکيه پد پيارا ستگر جي سهاري.

## راڳ تلنگ پڇن ٥٦-

ٽل- ٽن ٽر ڪر ٽون- من ٽر ڪر ٽون-
؟ ٽر ڪر پنهنجو خيال- ٽوکي ملندو دين ديال.

١- خيال جهين آ استر ڪيڙو، تنهنجو ليو ڪلياڻ
سنت سڄو سو پورڻ جاڻج، چوڻ ٿا ويد پران.

٢- اٽل خيال سان اٽل ڌرو ليو، پرڙهه تنهنجو آکيان
اٽل لڇي سان پيدا ڪيو، پهلاج ٽر سنگهه ڀڳوان.

٣- ناميو چت اڪاگر سان، سب ۾ رام ڏٺو.
پوت پريت پهاڻ ڪٽي ۾، پالو موهن مٿو.

٤- وشيه ڀوڳ کان هٽي جڏهن چت ۽ اڪاگر ٿيندو
کهي نيئون سمرڻ مان آنند، تڏهين تو ايندو.



## راڳ تلنگ پڇن ٥٧-

ٽل- رهه رام رضا ۾ راضي- پاٽو مڃي ڀڳوت جو پيارا
ڪٽ ٽون هار پل پاري.

١- جيڪي ڪري ڀڳوان تهن ۾- جاڻج پنهنجي ڀلائي
لک شڪرانا مڃ پرڀوءَ جا- جي سک چاهين سدائين

٢- سڀ ڪلا سمرٿ هري پورڻ، جيڪي ڪري سو پورو
سب ۾ راض رکيل آ تنهنجو-
سمجهي ڪو تنهن سورو.

٣- کهي نيئون جو صبر ڪري، هر تنهنجا ڏکڙا هري
پاٽو مڃي جو ڀڳوت تنهنجا، ليت پندار پري

## راڳ تلنگ پڇن ٥٨-

ٽل- پندا ڪنهن سان ور وڌ نه ويو ڪهي
صاحب جي سب صورت جاڻي-
ڪنهن سان ڦدد نه ڦير ڪهي.

١- جيو سمورا گل ڦل آهن، باغ جڳت جي شوڀا وڌائين
ولهي سڳندي سب گلن جي،
ٽوڙي نه ٽن کي ٻيءَ ڪهي.

٢- لکين پدارٿ جڳت مڌهارا، ڪي مٺڙا ڪي آهن کارا
ڪنهن سان نفرت پيار نه ڌاري،
ساکي اٺهي سير ڪهي.

٣- شڏ چيتن ۾ پڙ نا پولو، من سندو ڪل آهي رولو
اهڙي من جي مارڻ خاطر، ڪرسڃي جو ڦير ڪهي.

٤- سک دک ڏيندڙ ٻيو ڪو ناهي،
سڀ ڪجهه ڪر من جي وس آهي،
ڪهي نيڻون پل پنهنجي چاٽي،
ڪنهن سان غصو نه غير ڪجي.

## راڳ تلنگ ڀڄن ٥٩-

ٽل- هڪ پريم پريوءَ سان ملائي ٿو-
پريم بنا چاهي جوڳ ڪري ڪو-
پريوءَ کي نه پائي ٿو.

١- پريم پريوءَ سان جن جن لاتو-
تن هي پورڻ پد کي پاتو،
پريم جهڙو نه ساڌن ڪوئي- آواگون مٽائي ٿو.

٢- پريم هي سڀ دک درد هٽائي-
پريم هي گڻ ۽ گيان وڌائي
پريم هي اوديا اوندهه ميٽي- اڳيان جوت جڳائي ٿو.

٣- پريم ڪري جو ڪين هٽي ٿو-
جم جي ڦاسي سو ٿي ڪٽي ٿو
ڪوئي سورو پريم جي اندر-
جان جي بازي لائي ٿو.

٤- ڪهي نيڻون ٿي پريم مهانگو-
ڪين کي جاڻج سستو سهانگو
هن سودي کي پائي سو جو- ڦر اڳون ڪنڌ ڪپائي ٿو.



## راڳ تلنگ ڀڄن ٦٠-

ٽل- پڙهايو پريم جو پستڪ،
مٽي جڳهن مان اندر جو شڪ، گرو ٿيهنجي شرن.

١- مطلب جاچي ڏٺم گهٽائي،
فلسف جي سڀ ڪري پڙهائي
سڀ مطلب وهائڻ ٿون، پره جو پاپ پڙهائڻ مون
لکيس ٿيهنجي چرن.

٢- پريم وارو مان پستڪ پڙهندس،
محبت واري مچ ۾ مرندس
چڙهي جڳهن مان موج مستي، مٽي من جي هٺ هستي
وڃي جيءَ جي جرن.

٣- پريم پستڪ جا عجب اشارا،
جن سمجهيا ٿيا ساغر پارا،
تن جي منهن ۾ ٿي مٺيا، سدا سي رام کي وڻيا
جمن نه سي مرن.

٤- ڪهي نيڻون گر ڪر مهر پالي، پرم پيالو ڏي لاٽالي
مٽي جڳهن مان جڳت آسا، جڳي هردرشن جي پياسا
پڙا پيڙا ٽرن.

## راڳ تلنگ ڀڄن ٦١-

ٽل- عمر ڏسان مان وڃي وڃائڻا- پنهنجي وطن وري
ياد پون ڏو ٿي ڏاڏاڻا- سالڪين ريءِ نه سري.

